لَهٗ ؕ وَاِنۡ يَّسۡلُبۡهُمُ الذُّبَابُ شَيۡـًٔا لَّا يَسۡتَنۡقِذُوۡهُ مِنۡهُ ؕ
ف١٨٧ ۽ جيڪڏهن مک انهن کان ڪجهه کسي وڃي ف١٨٨ ته ان کان ڇڏائي نه سگهندا ف١٨٩ ڪيترو نه ڪمزور آهي
ضَعُفَ الطَّالِبُ وَالۡمَطۡلُوۡبُ ﴿۷۳﴾ مَا قَدَرُوا اللّٰهَ حَقَّ قَدۡرِهٖ ؕ اِنَّ
گهرڻ وارو ۽ اهو جنهن کي گهريائون ف١٩٠ الله جو قدر نه ڄاتائون جيئن گهربو هو ف١٩١ بيشڪ الله
اللّٰهَ لَقَوِىٌّ عَزِيۡزٌ ﴿۷۴﴾ اَللّٰهُ يَصۡطَفِىۡ مِنَ الۡمَلٰٓـئِكَةِ رُسُلًا وَّ
قوت وارو غالب آهي. الله چونڊي ٿو ملائڪن مان رسول ف١٩٢ ۽ ماڻهن
مِنَ النَّاسِ ؕ اِنَّ اللّٰهَ سَمِيۡعٌ ۢ بَصِيۡرٌ ۚ‏ ﴿۷۵﴾ يَعۡلَمُ مَا بَيۡنَ اَيۡدِيۡهِمۡ
منجهان ف١٩٣ بيشڪ الله ٻڌندڙ ڏسندڙ آهي. ڄاڻي ٿو جيڪي انهن جي اڳيان آهي ۽ جو ڪجهه انهن
وَمَا خَلۡفَهُمۡ ؕ وَاِلَى اللّٰهِ تُرۡجَعُ الۡاُمُوۡرُ ﴿۷۶﴾ يٰۤاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوا
جي پٺيان آهي ف١٩٤ ۽ سمورن ڪمن جو موٽڻ الله جي طرف آهي. اي ايمان وارؤ
ارۡكَعُوۡا وَاسۡجُدُوۡا وَاعۡبُدُوۡا رَبَّكُمۡ وَافۡعَلُوا الۡخَيۡرَ لَعَلَّكُمۡ
رڪوع ۽ سجدو ڪريو ف١٩٥ ۽ پنهنجي رب جي بندگي ڪريو ف١٩٦ ۽ چڱا ڪم ڪريو ف١٩٧ هن اميد تي ته توهان جو ڇوٽڪارو
تُفۡلِحُوۡنَ ۚ ﴿۷۷﴾ السجدة وَجَاهِدُوۡا فِى اللّٰهِ حَقَّ جِهَادِهٖ ؕ هُوَ اجۡتَبٰٮكُمۡ
ٿئي. ۽ الله جي واٽ ۾ جهاد ڪريو جيئن حق آهي جهاد ڪرڻ جو ف١٩٨ انهيءَ توهان کي پسند ڪيو ف١٩٩
وَمَا جَعَلَ عَلَيۡكُمۡ فِى الدِّيۡنِ مِنۡ حَرَجٍ ؕ مِلَّةَ اَبِيۡكُمۡ
۽ توهان تي دين ۾ ڪا به تنگي نه رکيائين ف٢٠٠ توهان جي پيءُ ابراهيم جو
اِبۡرٰهِيۡمَ ؕ هُوَ سَمّٰٮكُمُ الۡمُسۡلِمِيۡنَ ۙ مِنۡ قَبۡلُ وَفِىۡ هٰذَا
دين ف٢٠١ الله توهان جو نالو مسلمان رکيو آهي اڳين ڪتابن ۾ ۽ هن قرآن ۾
لِيَكُوۡنَ الرَّسُوۡلُ شَهِيۡدًا عَلَيۡكُمۡ وَتَكُوۡنُوۡا شُهَدَآءَ عَلَى
جيئن رسول توهان تي نگهبان ۽ شاهد هجي ف٢٠٢ ۽ توهان ٻين ماڻهن تي شاهدي
النَّاسِ ۖ ۚ فَاَقِيۡمُوا الصَّلٰوةَ وَاٰتُوا الزَّكٰوةَ وَاعۡتَصِمُوۡا بِاللّٰهِ ؕ هُوَ
ڏيو ف٢٠٣ پوءِ نماز قائم رکو ۽ زڪوٰة ڏيو ۽ الله جي رسيءَ کي مضبوطيءَ سان جهلي ٻڌو ف٢٠٤ اهو
١٠ ع ٦ ١٧ مَوۡلٰٮكُمۡ ۚ فَنِعۡمَ الۡمَوۡلٰى وَنِعۡمَ النَّصِيۡرُ ﴿۷۸﴾
توهان جو مولا آهي ۽ ڪهڙو نه چڱو مولا آهي ۽ ڪهڙو نه سٺو مددگار.



ف١٨٧ پوءِ عقل واري کي ڪڏهن لائق آهي جو اهڙي کي معبود بڻائي، اهڙي کي پوڄڻ ۽ اِلٰه قرار ڏيڻ ڪيترو نه انتها درجي جو جهل آهي. ف١٨٨ اهي ماکي ۽ زعفران وغيره، جيڪي مُشرڪ بُتن جي واتن ۽ مٿن تي مَلن ٿا، جنهن تي مکيون ويهي خراب ڪن ٿيون. ف١٨٩ اهڙن کي خدا ٺاهڻ ۽ معبود مڃڻ ڪيترو عجيب ۽ عقل کان پري آهي. ف١٩٠ چاهڻ واري مان بُت پرست ۽ چاهيل مان بُت مُراد آهي يا چاهڻ مان مک مُراد آهي، جيڪا بُت تي ماکي ۽ زعفران جي طلب ڪندڙ آهي ۽ مطلوب مان بُت ۽ ڪن چيو ته طالب مان بُت مُراد آهي ۽ مطلوب مان مک. ف١٩١ ۽ ان جي عظمت ڄاتائون، جن اهڙن کي خدا جو شريڪ ڪيو، جيڪي مک کان به ڪمزور آهن. معبود اهو ئي آهي جيڪو ڪامل قدرت رکي. ف١٩٢ مثلاً جبرئيل ۽ ميڪائيل وغيره. ف١٩٣ مثلاً حضرت ابراهيم حضرت موسىٰ، حضرت عيسىٰ ۽ حضور پُرنور محبوب سيّد عالم صلي الله تعالىٰ عليهم وسلم. شان نزول: هيءَ آيت انهن ڪافرن جي رد ۾ نازل ٿي، جن بشر جي رسول هجڻ جو انڪار ڪيو هو ۽ چيو هو ته بشر ڪيئن رسول ٿي سگهي ٿو؟ ان تي الله تعالىٰ هيءَ آيت نازل فرمائي ۽ ارشاد فرمايو ته الله تعالىٰ مالڪ آهي، جنهن کي گهري پنهنجو رسول بڻائي، اهو انسانن مان به رسول بڻائي ٿو ۽ ملائڪن مان به جن کي گهري. ف١٩٤ يعني دُنيا جي اُمور کي به ۽ آخرت جي امور کي به يا انهن جي اڳين عملن کي به ۽ آئنده جي احوال کي به. ف١٩٥ پنهنجين نمازن ۾، اسلام جي پهرئين زماني ۾ نماز رڪوع ۽ سجدن کان سواءِ هُئي. پوءِ نماز ۾ رڪوع ۽ سجدن جو حڪم فرمايو ويو. ف١٩٦ يعني رڪوع ۽ سجدا خاص الله تعالىٰ جي لاءِ هجن ۽ عبادت ۾ خلوص اختيار ڪريو. ف١٩٧ مائٽي ڳنڍڻ ۽ سهڻا اخلاق وغيره نيڪيون. ف١٩٨ يعني خالص نيت سان دين جي بلنديءَ جي لاءِ. ف١٩٩ پنهنجي دين ۽ عبادت جي لاءِ. ف٢٠٠ بلڪ ضرورتن جي موقعن تي توهان جي لاءِ سهوليت ڪري ڇڏيائين. جيئن سفر ۾ نماز جو گهٽ ڪرڻ ۽ روزي جي افطار جي اجازت ۽ پاڻي نه هجڻ يا پاڻي جي نقصان ڪرڻ جي حالت ۾ غسل ۽ وضوءَ جي جاءِ تي تيمم ته پوءِ توهان دين جي پيروي ڪريو. ف٢٠١ جيڪو محمدي دين ۾ داخل آهي. ف٢٠٢ قيامت جي ڏينهن جو توهان وٽ خدا جو پيغام پهچائي ڇڏيائين. ف٢٠٣ جو انهن کي رسولن خداوندي احڪام پهچائي ڇڏيا. الله تعالىٰ توهان کي اها عزت ۽ ڪرامت عطا فرمائي. ف٢٠٤ ان تي هميشگي ڪريو. ف٢٠٥ ۽ ان جي دين تي قائم رهو.